# سارنگ

گل محمد جکراڻي

ترتيب ڏيندڙ:-
غلام حيدر پنهو

سارنگ کي سانو، ڌوکي نہ سمجھيو
ڳـڙي پھو ڳمان ۾، اڄھوکي آيو
متان ايئن ڀانيو، سارنگ آهي بس ڪيو.
(شاھ)

# سارنگ

## گل محمد جکراڻي

ترتيب ڏيندڙ:-
غلام حيدر پنهور

# فهرست

# پنهنجي پاران

سامراج محڪوم جو جسم زنجيرن ۾ ته جڪڙي سگهي ٿو. ليڪن سندس سوچ، جذبا ۽ ضمير نه!

۱۷ آڪٽوبر ۱۹۸۴ع تي سن جي سيد جي ڪوٺ ويجهو ڏوڙهي ڦاٽڪ جي ڀرواري سنسان علائقي ۾ ٻن بسن جي ڪٺل قافلي جي سرواڻ گل محمد جکراڻي جا سانگين ڏي سنيها پنهنجن پيارن، سنڌ واسين لاءِ زندان جي جهروڪن، چنڊ جي چانڊوڪيءَ کان محروم ڪولين مان ڏرتيءَ دل وارن جي ناتيءَ جيڪي پريت مان پيغام مختلف فنڪشنس ۾ مُڪيا آهن. جن ۾ ڏارين ڪان ڏڪار، پنهنجن سان پيار، شهيدن لاءِ درد، آزاديءَ لاءِ جدوجهد. آزاد سنڌ جو لٽل جهنڊو پيهر حيدرآباد جي قلعي تي ڦڙڪائڻ جي حسرت سمايل آهي.

آزاد وطن جي حُب محڪوم جي حسرت آ جن ۾ هلن، هڪلن، پهلي سارن جو درس آهي. اهڙن پيغامن کي ميڙي چونڊي سهيڙي ڇپائيندي بي حد خوشي تو محسوس ڪريان.

غلام حيدر پٺو

۸۷ - ۹ - ۲۹

هاسٽل نور محمد هاءِ اسڪول

حيدرآباد سنڌ.

# شهيد ذڪريا ميمڻ

سنڌ ڌرتيءَ جي آزادي لاءِ وڙهندي، جانين جا نذرانا ڏئي هن مهل تائين جيڪي ڪونڌر شهيد ٿيا آهن. انهن سرويچن لاءِ ذهني ڌوڙي دلي طرح بي پناهه عقيدت رهي آهي. پر جڏهن اسان جي ٻن ٻسن جي قافلي مٿان ڌوڙي ڦاڙڪ وٽ انگريزن جي اولاد پنجابي فوجين گولين جي برسات وسائي، سنڌ ڌرتيءَ جي سپوتن، ڄام شوري جي گهوٽن ذڪريا ميمڻ، مالڪ خشڪ، اسان وسطڙي، انور عباسي ۽ مٺو بليدي کي اسان جي اکين آڏو گولين جو بک بڻايو. ته منهنجي ذهن ۾ ڌارين لاءِ بغاوت ۽ ڌڪار وڌي وڃڻ تي ويئي ۽ گڏوگڏ شهادت جي رتبي جي حيثيت ۽ ڄاڻ جو اکين سان مشاهدو پڻ ٿيو.

هاءِ ڪورٽ ۾ مون کي جڏهن دوستن شهيد ذڪريا ميمڻ جي زندگي ۽ تنظيمي عملن تي روشني وجهڻ لاءِ گهرو بار رکيو ته ڏاڍو تر ۾ پئجي ويس. ان لاءِ جو مان بنيادي طرح نه اديب آهيان نه دانشور نه ڪي لفظن جو جادو جاڳائي سنڌ امڙ جي هن عظيم شهيد جي عملي زندگيءَ کي سنڌي ماروئڙن آڏو صحيح بيان ڪري سگهان ٿو. پر تنهن هوندي به شهيد جي شان ۾ ايترو

ضرور لکندس. ته شهيد ذکريا ميمڻ سنڌ ڳرتيءَ جي آزادي ۽ خوشحالي لاءِ سيد اعظم سائين جي ايم سيد جي فکر جو سپاهي ٿي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ڳاڙهي جهنڊي هيٺ عملي طرح جدوجهد ۾ پاڻ پتوڙيندو رهيو. سندس گهرو ماحول مذهبي قسم جو هو پر هي مرد مجاهد جيئي سنڌ تحريڪ ۾ شامل ٿي ڪنهن واري راهه اختيار ڪئي. جنهن تي سندس عزيز به راضي نه هئا.

شهيد ذکريا ميمڻ مهراڻ يونيورسٽي ۾ پير پائي شرط جيئي سنڌ. ا. ف جي ڏنل پاليسن تي عمل ڪندي، ڪڏهن به مايوسيءَ جو مظاهرو نه ڪيو. هر وقت سندس منهن تي مرڪ ۽ اکين ۾ بهادريءَ جي جوت ٻکندي هئي.

١٩٨١ع ۾ اسان پنجابين جي وڌندڙ غنڊه گردي خلاف سڄي سنڌ جي تعليمي ادارن مان پنجابين کي علائقه غير قرار ڏنو. انهيءَ عمل ۾ شهيد مهراڻ يونيورسٽي ۾ پنهنجي ساٿي جي اڳواڻي ڪندي پنجابين کي ڌڪي ٻاهر ڪڍيو. جنهن جي موٽ ۾ سرڪار اسان سان ڪڏ ڪيس هميشه لاءِ خارج ڪري اشتهاري ڏوهاري قرار ڏنو ۽ جيل حوالي ٿيو.

اهڙي مرحلي ۾ شهيد ڪڏهن به گهبراهٽ محسوس ڪانه ڪئي ۽ هر وقت چوندو رهيو:

گهاٽي وڃهو ٽاٽي وڃهو، ٽينڪون مٿان ٽاٽي وڃهو
ڦٽڪا هڻي، ڪوڙا هڻي، رت جان جو ڇاٽي وڃهو

اسان جو هردم هي اعلان آ- سر سنڌ تان قربان آ
سر سنڌ تان قربان آ

ج، س، ا-ف انهيءَ ريسٽيڪشن خلاف سڄي سنڌ ۾ تحريڪ هلائي. جنهن جي نتيجي ۾ ٻين دوستن سان گڏ شهيد جي به خارج ڪرڻ جا احڪامات واپس ورتا ويا. وري به شهيد ذڪريا اڳي کان اڳرو رهيو. ۽ مقصد ماڻڻ لاءِ جاکوڙ ڪندو رهيو.

ان وقت اسان جي تنظيم جون سرگرميون ايتري حد تائين وڌي چڪيون هيون. جو ڪيئي دفعا ڏينهن ٽوڙي رات جو فوج ۽ پوليس اسان جي مقدس تعليمي ادارن تي چڙهائي ڪئي. ٢٦ مئي ١٩٨٣ع تي سينئي ادارن کي فوج ۽ پوليس گهيرو ڪيو. آنسو گيس جا گولا اڇلايا ۽ شاگردن مٿان گولين جا هزارين رائونڊ هلايا. جنهن ۾ احسان ميمڻ جي شهادت ٿي ۽ ڪيترائي دوست زخمي ڪيا ويا.

ان بعد مسلسل ادارن مٿان حملا ٿيندا رهيا. اهڙي ماحول ۾ جڏهن ١٥ آڪٽوبر ١٩٨٤ع تي شهيد ذڪريا ميمڻ ۽ شهيد مالڪ خشڪ جي مقدس تعليمي اداري مهراڻ يونيورسٽي جي لطيف هاسٽل ۾ ج.س.ا.ف پاران ڪونايل فنڪشن ۾ جنهن ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان شاگرد نمائندن شرڪت ڪئي. انهن حالتن کي مدنظر رکندي سان پنهنجي تقرير ۾ وقت جي

حڪمران فوجي درندن کي چيو ته اوهان جو مقصد اسان قوم پرستن کي مارڻ آهي ته اسان کي ڏاڙيل نه پر سنڌو ديش جو سپاهي سمجهي ماريو وڃي ته ان موت کي اسين خوشي سان قبول ڪنداسين. ٻن ڏينهن بعد ١٧ آڪٽوبر ١٩٨٤ع تي ٿوڙهي ڦاٽڪ جي پٿريلي ميدان تي شهيد ذڪريا ميمڻ پنهنجن ٻين ساٿين سان گڏ شهادت جو جام پي امر ٿي ويو.

هن وقت شهيد ذڪريا ميمڻ سنڌ ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ ڪو اوپرو نالو نه رهيو آهي. هي شهيد سنڌ، سنڌ ڌرتيءَ جي انهن سپوتن مان هڪ آهي، جن جي قربانين تاريخ کي تسلسل بخشيو آهي.

اڄ شهيد ذڪريا ميمڻ سنڌ جي تاريخ ۽ صبح جو نُور آهي. هي منهنجو محبوب دوست آزاديءَ طرف وڌندڙ سپوت سنڌو ديش جي تاريخ جو چوڏهين جو چنڊ آهي. جنهن جي پاڪ رت ڦڙن سنڌو ديش جي تحريڪ جي آبياري ڪئي. چو ته ٿوڙهي ڦاٽڪ جو سانحو ڪو اتفاقي واقعو ڪونه هو، نه ئي ٻن واٽ ويندڙن جو جهيڙو هو. نڪو ڌاڙيلن ۽ پوليس وچ ۾ مقابلو هو. هي پنجابين جي سنڌين تي هلان هئي. سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ جي چيله ڀڃڻ لاءِ، آزاديءَ جي متوالن مٿان وار هو. سنڌو ديش جي آزاديءَ تي آزاديءَ دشمن ۽ ٻيڻڪي طاقت جو حملو هو. هي راتاهو، هي ڪوس، هي قتل عام پنجابين طرفان سوچيل سازش جو نتيجو هو.

جن بنگالين، بلوچن جو قتل عام ڪرڻ کان پوءِ اسان سنڌين مٿان آپريشن شروع ڪري ڏنو. جيڪو سلسلو اڃا هلندڙ آهي. جيستائين پاڪستان جو وجود قائم رهندو. اوستائين اهو سلسلو جاري رهندو.

اڄ اسان سنڌين کي اهي عذاب سهندي چاليهه سال گذري ويا آهن. پنجابين کي انگريز سامراج، پاڪستان بخشش ۾ ڏيئي، چار قومون غلام بنائي ڪين فوجي خدمتن جو صلو ڏنو. جن مان بنگالين وڏيون قربانيون ڏئي، رت جا درياهه وهائي، هندستان جي مدد سان سڄي اقوام عالم ۽ پاڪستاني فوج کي بيعزتو ڪري پنجابين جي پنجوڙ مان جان ڇڏائي آزادي ماڻي سُک جو ساهه کنيو. پر اسين، بلوچ ۽ پٺاڻ پنجابين جي چنبي ۾ رهجي وياسين.

اڄ جڏهن اسان سنڌين ۽ بلوچن ۾ آزاديءَ جي چُرپُر ۽ هلچل مٿل آهي جڏهن اسان غلام قومن، غلامي جي ذلت مان جان آجي ڪرڻ لاءِ ڪَرَ موڙيا آهن ته مظلوم قومن جو استحصال ڪندڙ پنجابين پنهنجي سامراجيت کي برقرار رکڻ جي لاءِ فوجي آپريشن جو سهارو وٺي نسل ڪشي شروع ڪئي آهي. جو ته جيتري اسان کي آزاديءَ جي سج اُڀرڻ جي پڪ آهي. اوتري هنن کي سنڌن ڪاڪ محل جي ڏٺڻ جي.

اهوئي سبب هو جو ڏوڙهي سانحو ڪرڻي پنجابي سامراج سنڌو ديش جي تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ واز

ڪيو. جنهن ۾ اسان جا عظيم حريت پسند، ڌرتيءَ جا سدورا پٽ ذڪريا ميمڻ، امان الله وسطڙو، عبدالمالڪ خشڪ منو بليدي ۽ انور عباسي ڌرتيءَ مٿان ڳهور ٿي شهادت جو جام پي امر ٿي ويا. ۽ اسان ۾ دشمن خلاف ڌڪار، نفرت ۽ انتقام جا مچ مچائي ويا آزاديءَ جو ڏک، حوصلو، همت ۽ جذبو وڌائي ويا.

شهيدن جي انهيءَ لازوال قرباني اسان جي تحريڪ ۾ نئون روح ڦوڪي سڄي دنيا ۾ سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ کي آياري ڇڏيو آهي. بقول چاچي حفيظ قريشي جي ته:- ”ڏوڙهي ڦاٽڪ جو سانحو سنڌو ديش جي آزادي جي ڪنجي آهي“

دنيا ۾ سامراجي قومون پنهنجي سامراجيت کي برقرار رکڻ لاءِ اهڙن واقعن کي جنم ڏينديون آهن جيڪي واقعا مظلوم ۽ محڪوم قومن لاءِ باعث فخر هوندا آهن فلسطيني قوم سان برج البراجنه، صابره، شتيلاءِ بين ڪيمپن ۾ ڪوس قتل عام جا واقعا ڪنهن کان لڪل ڪونهن. جي واقعا ۽ سانحا اسرائيل لاءِ باعث شرم ۽ فلسطين لاءِ باعث فخر آهن آمريڪا جا لبيا تي هوائي حملا آمريڪا لاءِ باعث شرم ضرور آهن پر لبيا لاءِ باعث فخر. ڏوڙهي ڦاٽڪ جو سانحو به اسان سنڌين لاءِ باعث فخر ۽ پنجابين لاءِ باعث شرم آهي.

غلام قومون پنهنجي ڌرتيءَ جي آزاديءَ ۽ وجود جي جنگ لاءِ اهڙين قربانين جي سهاري (ڪرُ) ڪٿي

اکيتي وڏنديون آهن.

ڏوڙهي جي ميدان تي ٿيل ڪوس ۾ اسان کان پنهنجن عظيم سپه سالارن جي وڇڙي وڃڻ جو صدمو ڪڏهن به ختم نٿو ٿي سگهي. جنهن ۾ اسان جي مظلوم مائن جون گوديون خالي ٿيون. ڀيڻن، ڀينرن ۽ ڀائرن کي ويڻ، چيڙ ۽ سور مليا. پر شهيدن جي مقدس ۽ پاڪ رت جي هڪ هڪ ڦڙي مان آزاديءَ جا ايڏا ته ڇلا نسري وڏي وڻ ٿيا آهن جن کي جلادن وحشين درندن جا ڪات ڪهاڙا نه ڪپي ٿا سگهن ۽ نه ڪپي سگهندا.

ڪيڏو نه اعزاز آهي شهيدن کي جن ماتر ڀوميءَ کي رت جو ريج ڏيئي اسان کي آزاديءَ جو اڻانگو ڏگ ظاهر ڪري ڏنو آهي. جنهن ڏگ تي هلندي اسان ساڪ ڪٿي وڃڻ ڪيو آهي ته

ميدان ملهائيندا سون، ڪا شمع جلائيندا سون
ڪا وک وڌائيندا سون، ڪو نيهن نڀائيندا سون
سڏ سڏ ۾ ملائيندا سون، ڪنڌ ڪونه جهڪائيندا سون
گهر ٻار لٽائيندا سون، پر سنڌ بچائيندا سون.
ڪو ٻارڻ جلدي ٻرڏون آ
آزاد سنڌو ڪري ڪرڏو آ.

مون کي سنڌ جي ڪيڏاري ۾ ذڪريا شهيد جو نالو نظر ايندو آهي. مان جڏهن به هن عظيم شهيد کي ياد

ڪندي آءٌ ڏانهن نهاريندو آهيان تہ محسوس ڪندو آهيان ان بي انت ڪائنات ۾ شهيد جو روح سنڌ جي آزاديءَ جي اوسيئڙي ۾ هر هنڌ ڦيرا پائيندو رهي ٿو. ان وقت منهنجو روح شهيد جي روح سان مخاطب ٿي چوندو آهي.

ٿنهنجو منهنجو پنڌ هڪ آ، ڪنڌ سنڌ هڪ آ
ڪانهي ٻيائي،
جنهن مهر ڏي وچين ٿو ساٿيڙا سڏين ٿو
سي آهن پنهنجا ڏي.

# ڪل سنڌ ٻالڪ ميلو ڀٽ شاهه تي

سنڌو ديش جي مستقبل جا وارث

جيئي لطيف جيئي سنڌو ديش

ڪجهه ڏينهن اڳ، لطيف ٻارڙا سنگت جي نئڙن جيل تي اچي اچوڪي هن ميڙ متعلق آگاهه ڪندي ڪجهه لکي ڏيڻ لاءِ چيو. ڪجهه لکي ڏيڻ واري ڳالهه مون لاءِ ڏکي هوندي آهي. ڇاڪاڻ ته آئون بنيادي ڪو وڏو اديب يا دانشور نه آهيان بهرحال وري به نئڙن جي حڪم مطابق مختصر طرح اوهان سان مخاطب ٿي رهيو آهيان.

لطيف ٻارڙا سنگت صرف هڪ علمي ۽ ادبي جماعت نه آهي. پر انهيءَ سان گڏوگڏ سنڌي ٻارڙن جي واحد نمائنده قومي جماعت به آهي. جيڪا سنڌي قوم جي آزاديءَ لاءِ جيئي سنڌ تحريڪ جي جهنڊي هيٺ ٻين فرنٽن سان گڏ ٿي جدوجهد ڪري رهي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ جڏهن به جيئي سنڌ طرفان احتجاج لاءِ سڏ ڏنو ويو ته لطيف سنگت جي ڪارڪنن به پاڻ ملهايو آهي.

اسان جي موجوده ٣٣ مهينن جي جيل عرصي دوران ڪيترائي دفعا لطيف سنگت جي ڪارڪنن جيل ياترائون ڪيون آهن جن مان ڏتي ۽ ٽنڊوڄام هاءِ اسڪول جي ٻارڙن جو نمايان ڪردار رهيو آهي.

منهنجا ساٿيو:-

هيڙن ڏکين حالتن ۾ جڏهن سنڌ ڌرتيءَ مٿان ظلم جا ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن. سنڌي قوم مٿان پنجابي سامراج جون عقوبتون ڏينهون ڏينهن تيز ٿينديون پيون وڃن. لانگ بوٽي پوري سنڌ ۾ ڌاڙيلن جي آڙ ۾ آپريشن ڪري رهيا آهن. ڪيترائي مرد عورتون ۽ معصوم ٻار گولين ۽ بمن جو ٻڪ بنجي رهيا آهن. يا ٿاڻن تي انهن جي عزت نفس تي حملا ٿي رهيا آهن. اهڙئي موقعي تي اڄ جنهن هنڌ تو هين گڏ ٿيا آهيو ان ڪي عام سنڌي ماڻهو لطيف جي نگري چوندو آهي ۽ اهڙي هنڌ اوهان جو ميڙ ان اهڃاڻ جي نشاندهي ٿو ڪري ته واقعي سنڌي قوم سجاڳ ٿي آهي. يقيناً اهو ميڙ ڪو عام ميڙ نه آهي پر هي ميڙ هن ڌرتيءَ جو چوند حريت پسند معصومن جو آهي. جيڪي رهبر سنڌ محترم سائين جي ايم سيد جي فڪر ۽ آزادي جي اعلان تي لبيڪ چئي آزاديءَ جي اهڙي اڻانگي رستي تي نڪتا آهن. جنهن تي هلندي اوهان جهڙا ڪيترائي معصوم لال لهو جي ريت نڀائي اوهان لاءِ تاريخ ڏاهي ويا آهن ۽ هن ميڙ ۾ به سنڌوءَ جي سينڌ سنوارڻ لاءِ ويچاريو ويندو.

منهنجا معصوم ڀائرو!-

اهڙن ميڙن ۽ ميڙاڪن جو ڀڏي مون ڪي محسوس ٿي رهيو آهي ته اڄوڪي سنڌ اها سنڌ نه آهي جيڪا ڏارين جي ڏاڍ ۽ ڏمر ڪان ڏري گهوڙا گهوڙا ڪري نادرشاهي ظلم آڏو هٿيار ڦٽا ڪندي هئي. مگر هي ميڙ جوش ۽ جذبو وڌندڙ ڪجهارنڌون سلي رهيو آهي اڄ جي سچي سنڌ ۾ انقلابي هلچل متل آهي. اڄ سچي سنڌ انقلاب انقلاب ڳائي رهي آهي. گهر گهر سنڌو ديش جا جهنڊا ڦڙڪي رهيا آهن. جيڪڏهن مون ڪان پڇيو وڃي ته آزاد ۽ غلام قوم ۾ فرق ڪيئن معلوم ڪجي ته چوندس آسان طريقو اهو آهي ته اهو فرق ان ملڪ جي معصوم ٻارڙن مان محسوس ٿيندو جيڪڏهن ڪنهن ملڪ جي ٻار مان ٻگهر جي بوءِ اچي ۽ سندن معصوم منهن تي مُرڪ بجاءِ اکين ۾ ڪاوڙ ۽ ڏڪار هجي سندس پير اگهاڙا هجن هو صبح جو اسڪول وڃڻ بجاءِ مزدوري لاءِ وڃي سندس چهري تي چربيءَ بجاءِ غربت بُک ۽ غلامي جا نشان هوندا. ته يقين ڄاڻو ته اها قوم غلام آهي. پر ٻار ڪنهن ملڪ جي آزادي واري هلچل ۽ اندران متل مانڌاڻ جو به هڪ سچو اهڃاڻ هوندا آهن. حريت پسند ۽ آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ قومن جا ٻار گهٽين ۾ صرف رلي، ڪرڪيٽ، هاڪي ۽ باڪسنگ ڪرڻ بجاءِ ڪچ ۾ انقلابي ڪتاب ڪڇي انقلابي گيت ڳائيندا آهن. چو ته ٻار هر قوم جو حساس

حصو هوندا آهن. ان ڏي معاشري ۾ ڦهلجندڙ نظريا نهايت جلدي ۽ گهرو اثر ڇڏيندا آهن. جن قومن جي ٻارڙن پنهنجو قيمتي وقت فضول ڳالهين ۾ وڃايو اهي قومون آزاديءَ کان تمام گهڻو پري هونديون آهن اسان جي خوشقسمتي آهي جو اڄ اسان جي ٻارڙن جا ذهن انقلابي شعور ڏانهن مائل آهن. ۽ سنڌن هٿ آزاديءَ جي ويڙهه وڙهڻ لاءِ بيتاب آهن. ان جو ان کان وڌيڪ ڪهڙو ثبوت ڏي سگهي ٿو جو اوهين سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪهي اچي سنڌي قوم جي انقلابي اڳواڻ لطيف سائين جي وسندي ۽ سنڌ جي مستقبل سنوارڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيو. ۾ لطيف سائين کي لهو ڏيکاري رهيا آهيو ته جيڪا شمع اوهان جلائي ان کي اسان وسامڻ ناهي ڏنو. اسين اوهان جي رسالي کي انقلابي هٿيار طور استعمال ڪري رهيا آهيون.

سائيو:-

جيئن ته اوهان جي سنگت آڏو لطيف سرڪار جو نالو آهي. ان ڪري اوهان مٿان فرض عائد ٿو ٿئي ته توهين انقلابي نظريئي سان مسلح ٿي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ راهه هموار ڪندي سيد اعظم محترم سائين جي ايم سيد جي رهبري ۾ پنهنجا سِرَ سنڌ تان گهوريو. اهڙي طرح جيئن ارغونن جي وقت ۾ ٺٽي ۾ صالح آخوند سان گڏ مدرسي ۾ پڙهندڙ سنڌي ٻارڙن پنهنجون زبانون ڪترائڻ ته پسند ڪيون پر سنڌي ٻولي پڙهڻ نه ڇڏيائون.

ساري مڪلي مٿان، آيا بگهڙن جيان
رڻ گجيو راڙ تي، ويري وها واڙجي
صالح آخوند سان، ڪيئي ڪٽيا نوجوان
دودي دولهہ جيان، هوشو هيمون جيان

اڄ به اسان لاءِ ساڳيون حالتون آهن. اڄ به سنڌي قوم کي سنڌيءَ ٻوليءَ بجاءِ ڌاري ٻوليءَ پڙهڻ لاءِ چيو وڃي ٿو. فرق صرف اهو آهي ته ارغون سامراج سنڌي قوم تي فارسي ٻولي مڙهي ۽ پنجابي سامراج سنڌي ٻولي بجاءِ اردو جهڙي بازاري ۽ لشڪري ٻولي اسان مٿان مڙهي چڪا آهن ان وقت جي ٻارڙن ننڍڙي ٻيڙن، مردن توڙي عورتن ڌاري ٻولي کي قبول نه ڪيو ۽ ويڙهاند ڪندي قربانيون ڏيئي آخر ڌارين کي نڙي ڪڍيو.

اڄو ته اڄ اسان به پنهنجي تاريخي روايتن کي برقرار رکندي قربانيون ڏيئي پنجابي سامراج کي سنڌ مان تڙي ۽ پنهنجي ڌرتيءَ ماتا کي آزاد ڪرايون.

ڀاڙرو:-

بجاءِ ان جي جو آئون ويتنام جي ٻارڙن يا دنيا جي ٻين قومن جهڙي هن وقت آزادي ماڻي چڪيون آهن. يا پنهنجي ماڳ کي ماڻڻ لاءِ وڙهي رهيون آهن جي ڳالهہ ڪريان ان کان بهتر ٿيندو ورڻي به پنهنجي ڌرتيءَ جي سپوتن جو ذڪر ڪريان، اسان جي تاريخ ۾ هيمون ڪالاڻي جي ڪردار کان ڪو به اڻواقف نه

آهي. ۽ سندس آزادي لاء ادا ڪيل ڪردار اسان جي تاريخ ۾ ٻارن ڪي هڪ لازوال امرتا بخشي آهي.

شهيد هيمون ڪالاڻي به اوهان جي عمر کان وٺي وطن جي آزاديءَ لاء ويڙهاند شروع ڪئي. جنهن وقت اسان جو امر شهيد وطن جي آزاديءَ واري راهه ۾ لڳو ته سندس عمر اجا ١٣-١٤ سال هئي. انهيءَ عرصي دوران شهيد هيمون نظرياتي تعليم سان گڏ ويڙهاند به شروع ڪري ڏني. جنهن ڪيس امر ڪرڻ سوليءَ سزاوار بڻايو ويو ته سندس عمر ١٩ سال هئي.

موجود وقت ۾ شهيد مالڪ خشڪ جو ڪردار به ڪنهن کان ڳجهو ناهي. شهيد اجا اٺين (٨) ڪلاس جو شاگرد هيو ته سنڌ جي آزاديءَ خاطر جيل ياترا ڪيائين. پاڻ ۽ سندس ٻين دوستن کي اسڪول مان خارج ڪيو ويو.

اسان جي قوم کي اهڙن هيرن تي فخر آهي. ته اٺين (٨) ڪلاس جو شاگرد پنهنجي ماتر ڀومي جي آزاديءَ لاء جنگ جوٽي جيل ياترا ڪري ٿو ۽ آخر پنهنجي مقصد ماڻڻ لاء لوڙهي ڦاٽڪ جي ميدان تي شهادت جو جام پي هميشه لاء امر ٿي وڃي ٿو. ان روايت تي هلندي اڄا به شهيد مالڪ جي پوئيرن ۽ ننڍي جا ٻارڙا ستين (٧) ۽ اٺين (٨) جا شاگرد اسان جي هوندي سنڌو ديش جي آزادي واري تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جي پاداش ۾ ٽي چار ڀيرا جيل ۾ اچي چڪا آهن.

ساتيو:-

اسان جو رهبر سيد اعظم سائين جي ايم اسان لاءِ ۽ پوري دنيا لاءِ هڪ زنده مثال آهي. جنهن چوڏهن سالن جي ڄمار کان سياسي زندگي جو آغاز ڪيو. ۽ هن وقت پنهنجي علحده ڪردار جو مالڪ بڻجي چڪو آهي.

مون کي سائين دنيا جي تمام آزاديءَ پسند انسانن ۽ قومن جي اڳواڻن کان الڳ ۽ نمايان نظر ايندو آهي. اگر سائين کي دنيا جي ٻين اڳواڻن سان ڀيٽائبو ته ٻيا اڳواڻ سائين کان گهٽ گهٽ نظر ايندا. سائين جي ايم سيد ڪنهن به نظريه حيات کي جيئن جو تيئن نه قبوليو آهي. پر ان ۾ پنهنجي وطن ۽ اباڻن جي مزاج موجب ان ۾ ترميمون ڪيون آهن. سائين جيڪي ڪتاب لکيا آهن اسين يقين سان چئون ٿا ته ڪنهن به قوم وٽ ايترو سرمايو ڪونهي.

اسان جي بدقسمتي اها آهي، جو اسين غلام آهيون. جنهن سبب اسين لطيف ۽ سائين کي دنيا ۾ سندن مان نه ڏياري سگهيا آهيون. آخر ۾ اها گذارش ڪندس ته اوهين سنڌي قوم جا حقيقي نمائندا آهيو. اوهان تي اهو فرض عائد ٿو ٿئي ته لطيف ۽ سيد کي پڙهو. ڪين سمجهو ۽ سندن پيغام کي سڄي سنڌ جي ڪند ڪڙڇ تائين رسايو.

ڳاڙها ڪپڙو سنڌ جا، تون ئي منهنجو خواب
تون ئي آهين جواب، صدين جي سوال جو.

چڱو
جيئي لطيف سائين
جيئي سائين جي ايم سيد
جيئي سنڌو ديش

اوهان جو ياءُ
گل محمد حڪراڻي
١٥-٧-٨٧
نارا جيل حيدرآباد سنڌ.

# ڏگاڙو جمالي هالا ۾
# قومي ڪچهري لاءِ

واجهه نه وجهه وڃ ڏي، رت وهي تب رڙهه
پوئين ويل به وڙهه، ويرين ماڻ وجود جي.
"ايازُ"

سنڌ ڌرتيءَ جا وارثو:-

جيئي سنڌو ديش

جيئي سائين رهبر جي ايم سيد.

جيل ني ملاقات دوران دوستن اڄ هن ننڍڙي اجتماع جي سلسلي ۾ سنڌي مارُوئڙن ڏانهن پيغام لکي ڏيڻ لاءِ حڪم ڪيو. ان حڪم جي پيروي ڪندي هي ڪچا ڦڪا ٻه اکر اوهان ڏانهن موڪلي رهيو آهيان. باقي پيغام توهان وٽ ۽ سڄي سنڌ ۾ رهبر جي ايم سيد ۽ شاهه لطيف جو پهتل آهي. جنهن جي هڪ هڪ اکر ني عمل ڪري سڄي اقوام عالم ۾ پنهنجي قوم جو نالو روشن ڪيو.

منهنجا سائين:-

هي اجتماع جيئي سنڌ تحريڪ جي ڪارڪنن پاران

ڪونه‌ ايل آهي. ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته اوهان هتي
ڪنهن عام ڪچهري لاءِ گڏ ڪونه ٿيا آهيو. پر سنڌ
جي مستقبل کي سنوارڻ لاءِ، سوچ ويچار ڪرڻ ۽ ان
تي عمل ڪرڻ لاءِ، ڏارين کان جيجل سنڌ کي آزاد
۽ خوشحال ڪرڻ لاءِ هن ميڙ ۾ شريڪ ٿيا آهيو.

اوهان کي معلوم آهي ته هن وقت سنڌ ڌرتي ۽
ميدان جنگ بڻيل آهي سنڌي ماڻهن جو ڪوس ڏاڙيلن
جي آڙ ۾ پنجابي فوج طرفان گذريل ڪيترن سالن کان
جاري آهي. انهن جا جيڪڏهن انگ اکر ڪٺا ڪنداسين
ته هن وقت تائين اسان جا لکين نوجوان پيدا پار گولين
جو بک بڻيا آهن. ٿيا سن تي ٿنگي شهيد ڪيا ويا آهن.
تشدد جي بازار گرم ڪري لکين سنڌي ماڻهن کي
بغير ڪنهن سبب جي ٽارچر سيلن، جيلن ۽ ٿاڻن ۾
بند ڪري غير اخلاقي ۽ غير انساني سلوڪ ڪيو پيو
وڃي. جيڪو سلسلو سالن کان هلندڙ آهي. انهيءَ عذاب
کان اسين مرد پنهنجي جاءِ تي پر اسان جي ننگن جون
عزتون محفوظ ڪونه رهيون آهن اهو سڀڪجهه، اسان کي
نظريه پاڪستان ۽ نظريه اسلام جي ناليِ ۾ ملي پيو.
مان سمجهان ٿو ته هن وقت سنڌ جو ٻچو ٻچو نظريه
اسلام ۽ نظريه پاڪستان جي ڊرامي کان واقف ٿي
چڪو آهي. اهي ڌاريا ۽ مڪار اسان جا ڪنهن به
صورت ۾ سڄڻ ڪونه آهن. اسان جا قاتل ۽ رت جا
پياسي آهن. جيڪي پاڪستان جي تاريخ ۽ اسان جي

سون ورنهن زمينن تي قابض ٿيا آهن. اسان جي ڪارخانن، واپار نوڪرين ۽ تعليم جي حقن تي ڏاڙا هڻڻ شروع ڪيا آهن.

اسين سڀڪجهه برداشت ڪندا رهياسين. پر هن وقت اسان جون زندگيون به محفوظ ڪونه آهن. اسان جي ننگن جون به عزتون محفوظ ڪونه آهن ته پوءِ اسين غيرتمند ۽ جرئتمند سنڌي پنهنجي ڀينن ۽ ونين تي سر گهورڻ وارا اڃا تائين خاموش ڇو آهيون؟

هي وقت آهي اسان سڀئي نڪري نروار ٿيون، دشمن سان مهاڏو اٽڪائي سنڌ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد جي رهبري ۾ جيئي سنڌ تحريڪ جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي جنگ جوٽيون، پنهنجي قوم جي بقا لاءِ وڙهون ۽ جانين جا نذرانا ڏيون.

ننگ ڇڏي نڪرو، نينگر نٿين نهيءَ جا
ڪنهن پر تجو ڪين ڪي، واٽ مٿي وڪرو
نيهي تي نسرو، سنگ اياري سنگ جا.
”اياز“

هن وقت سنڌ ڌرتيءَ غلام آهي، سنڌ ڌرتيءَ مٿان ظلم جا ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن. پر هتي سڀئي سياستدان اسلام آباد جي ڪرسي ماڻڻ لاءِ اڃا به پنجابين کي پاڻ سمجهي پاڪستان جي سياست ڪري رهيا آهن. سان صرف ايترو چوندس ته اهي ڏيگ دوکيباز

پنهنجن ذاتي مفادن مائٽ لاءِ سنڌ ڌرتيءَ جي اڻ وڄهه فرزندن کي اڄ ڏائين استعمال ڪندا رهيا آهن. صرف سيد اعظم ئي آهي. جنهن هر وقت ۽ هر دؤر ۾ ظلم جي ڪاري رات خلاف آواز بلند ڪيو آهي، ڪيترين ئي تڪليفن، صعوبتن، نظربندين ۽ سڄي ڄمار قيدن ۾ گذاريو آهي. جيڪو ڪنهن به آمر ۽ جابر اڳيان نه جهڪيو آهي ۽ ڇوندو رهي پيو.

مون جنگ وطن لاءِ جوڙي آ
مخدوم بلاول موٽي آ. ڪا وڏرين سان ويڙهاند ڪيون
ٿو راهه تڪي پٽ ڏٽي.

اچو ته اڄ گڏجي عهد ڪريون ته اسان سنڌ جي آزاديءَ خوشحاليءَ لاءِ سائين جي ايم سيد سان ساٿ نڀايون. جيڪو سنڌ جو قومي اڳواڻ ۽ سنڌي قوم جو سرواڻ ۽ رکوال آهي. ان جي اڳواڻي ۾ اسان جي نجات آهي. جنهن جو پيغام اسان کي گهر گهر پهچائڻو آهي. جڏهن اسان ان کي هيئين سان هنڊايو ته پوءِ اهو وقت پري ڪونهي جي اسين هتان ڌارين کي ڌڪاري سڄي دنيا ۾ پنهنجو مان مٿاهون ڪري هڪ ڀيرو وري اهو ثابت ڪري ڏيکارينون ته اسين سنڌي غيرتمند مهاراجه ڏاهر، دودي سومري، دولهه درياخان، مخدوم بلاول، شاهه عنايت شهيد جا اولاد آهيون. ۽ پنهنجي تاريخ کي دهرائي. اهو ثابت ڪري ڏيکاريون ته اسين

ٻنين ۽ وڻين تي سر ڏيڻ وارا آهيون ۽ ڌرتيءَ ماتا جي آزاديءَ لاءِ هر قسم جي قرباني ڏيئي اسين آزاد ۽ خودمختيار رهي سگهون ٿا. ۽ اڄ اسان جي تقدير جو فيصلو اسلام آباد ۾ نه پر سنڌ ۾ ٿي رهيو آهي.

سيد ۽ سنڌ ڪنهن گهرن ٿا قوم ڪان
آهي ڪو ارجمند جو ماءُ ۽ مرشد کي ميڙي.

اوهان جو پنهنجو
گل محمد جکراڻي

# سائين جي ايم سيد جي سالگره لاءِ

هي جي پوڙهو جهور وڙهندي ٿيو ويڙهه ۾
اڃا ڏمر ڏاڍ اکيان آڻ نه مڃي مور
سوچي ڏمي ڏور ايندڙ آرڻ ڏينهڙا.

عزيز دوستو

اڄوڪي اهم ڏينهن تي، هي نيهن نياپو موڪليندي جيتوڻيڪ توهان اسان جسماني طور جدا آهيون، پر ذهني، نظرياتي سطح تي اسان سڀئي هڪ ٻئي سان گڏ خوشي ۽ غم ۾ هڪ ٻئي جا ڀاڱي ڀائيوار آهيون.

رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد جي رهبري ۽ نظريئي سان هڪ اهڙي مضبوط زنجير جي ڪڙين جيان هڪ ٻئي سان جڙڪيل ۽ ڳنڍيل آهيون. جو اسان جو ڇڄڻ يا جدا ٿيڻ ناممڪن آهي. هونئن به انسان جا خيال رهبري فڪري رشتا رت جي رشتن کان وڌيڪ پيارا ۽ مضبوط هوندا آهن. اڄوڪي قومي ڏينهن جي موقعي تي اوهان ڏانهن هي مختصر نينهن نياپو موڪلي رهيو آهيان. باقي پروگرام جي نه سڀني کي خبر آهي.

اسان کي گهرجي ته انهيءَ پيغام کي سنڌي قوم

تائين پهچائڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏيون ۽ ساڳي وقت
ان پيغام تي عمل پيرا به ٿيون.

اهو پيغام سنڌو ديش حاصل ڪرڻ جو پيغام آزاديءَ
جو پيغام رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد جو پيغام آهي.

سائين جي ايم سيد سنڌ جي پيغمبر سان گڏوگڏ
اسان جو رهبر آهي. موجوده حالتن ۾ پنهنجا مدبرانه
فيصلا ڪري سنڌي قوم جي رهنمائي ڪري رهيو آهي.
مفڪر اعظم جي هر فيصلي کي الهام سمجهي ان تي
فورن عمل ڪرڻ گهرجي.

وڏيڪ سائين جهڙي عظيم ماڻهو تي ڪجهه لکڻ
منهنجي وس جي ڳالهه ناهي. ڇاڪاڻ ته مان نه ڪو
اديب آهيان نه دانشور نه ڪو اسڪالر پر مان سائين
جي پوئلڳن مان هڪ سپاهي آهيان.

انهيءَ لاءِ مان پاڻ ۾ همت ڪونه ٿو سمجهان ته
مفڪر اعظم جي شخصيت تي سندس سالگرهه جي موقعي
تي ڪجهه لکي سگهان. بهرحال ايترو عرض ضرور ڪندس
ته اڄ ١٧ جنوري سائين جي جنم جو ڏينهن اسان لاءِ
خوشيءَ جو ڏينهن آهي.

انهي ڏينهن تي سائين جو جنم نه ٿئي ها ته آئون
دعويٰ سان چوان ٿو ته اسان سنڌي ريڊ انڊين تي وڃون
ها. سنڌ بچائڻ لاءِ سائين نظريو ڏنو آهي. نه صرف
نظريو ڏئي پاڻ ماٺ ڪري ويهي رهيو آهي. پر مسلسل
سنڌ جي خوشحالي ۽ آزادي لاءِ وڙهندو رهيو آهي. ۽

وڙهي رهيو آهي. جنهن جي پاداش ۾ سڄي عمر کيس قيد ۾ رکيو ويو. نه صرف قيد ۾ رکيو ويو پر ان جي نظرئي خلاف ڀرپور پروپئگنڊا ڪئي وئي. هن وقت به سائين قيد آهي. سنڌ به اڃا غلام آهي پر مفڪر اعظم جي فڪر سامراجي نظرين کي شڪست ڏيئي، سنڌ جي آزاديءَ جو معاملو بين الاقوامي حيثيت جو حامل بڻائي ڇڏيو آهي.

پاڪستان جي ٢٨ سالہ تاريخ ۾ پنجاب سامراج اسان ڪان اسلام، نظرئي پاڪستان، مسلمان ڀائر ۽ ٻين ڪوڙن نظرين هيٺ غلام رکڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان وقت سيد ئي هو جنهن قوم کي آگاهه ڪيو ته اهو دوکو آهي. سنڌي ماڻهن کي غلام رکڻ جو ڍونگ آهي. هو نام نهاد نظرين جي آڙ ۾ سنڌي قوم جي وجود کي صفحہ هستيءَ تان مٽائڻ چاهين ٿا. انهيءَ ڏوهه جي پاداش ۾ سائين غدار، ڪافر، ملڪ دشمن ۽ مختلف لقبن سان نوازيو رهيو آهي. پر اسان جو عظيم رهبر مسلسل جنگ جاري رکي اڄ انهن جي نام نهاد نظرين کي شڪست ڏئي چڪو آهي. اڳ صرف هڪڙي سائين کي غدار چيو ويندو هو. پر هن وقت سائين پاڪستان جو دشمن آهي ته اسين سڀ پاڪستان جا دشمن آهيون.

سائين هڪ غدار چيو ويندو هو. اڄ اسان سڀ غدار آهيون. سائين باغي آهي، اسان به باغي آهيون. سائين

اها سچي جنگ اڪيلي سر ڪئي. سندس مضبوط قوت ارادي سبب منجهس ــ ڏهن ۽ ڪو لوڏو نه آيو. سائين مسلسل وڙهندو رهيو ۽ چوندو رهيو:-

جنگ منهنجي هيءَ جاري رهندي،
جيسين رات انڌاري رهندي.

پنجاب سامراج جڏهن ڏٺو ته نظرئي پاڪستان، نظرئي اسلام جي مقابلي ۾ هن وقت سنڌ ۾ فڪر جي ايم سيد سنڌي ماڻهن جي دلين ۾ گهر ڪري ويو آهي ته هن اڃا به پنهنجي تسلسل قائم رکڻ لاءِ اسلام جي جان ڇڏي وري نام نهاد ڪميونسٽ ٿي رهيا آهن. سنڌ ۾ ڳاڙها ڪتاب عام جام مفت ورهائي سنڌي ماڻهن کي ڪميونسٽ ڪرڻ ۾ مصروف عمل عمل آهن ته سيئي مظلوم پائر آهيون اڳ ۾ چوندا هئا مسلمان پائر آهيون هاڻ وري پورهيت پاءِ ڪرڻ لاءِ مختلف مفڪرن جا قول پيش ڪري رهيا آهن.

پر اسان پنجاب سامراج جي انهن آعلي ڪارن کي پڌائڻ چاهيون ٿا ته اسان اوهان جي هر چال کي چڱيءَ طرح سمجهون ٿا.

اوهان جي جناح اقبال وغيره جا نظريا هتي هلي ڪونه سگهيا ان کي سنڌ دشمن سمجهيو ويو تو ته وري اوهان مارڪس، لينن، ماؤزي تنگ وغيره جا قول پڌائي غلام نٿا رکي سگهو.

انهن مفڪرن جيڪڏهن ڪجهه ڪيو آهي پنهنجي قوم ۽ سائين لاءِ ڪيو آهي. اچوڪي ڏينهن تي جي ايم سيد جنم نه وٺي ها ته شايد اسان ڪنهن ڊارڪي نظريي جا پوئلڳ ٿي وڃون ها. پر هن وقت سائين جو فڪر اسان جي راهه نجات آهي ان جي رهبري ۾ هي قافلو ڪڏهن به پلجي نٿو سگهي.

پنجاب سامراج نه ڪو مسلمان پاڪ نه وري پورهيت پاڪ. پر هو وحشي ۽ ظالم ۽ سنڌ دشمن قوم آهي. انهن کان آزاديءَ حاصل ڪرڻ يا جان ڏيڻ تائين جنگ جاري رهندي.

سائين جي ايم سيد هڪ فرد نه پر تحريڪ جي علامت آهي. سنڌو ديش جي مجاڳپ آهي. جيڪو به سائين جي مخالفت ڪندڙ آهي. سو سنڌ جي آزاديءَ جو مخالف آهي. جنهن به اجتماع، مجلس ۾ سائين جو نالو ايندو. اتي سنڌو ديش جو به ذڪر ايندو. مون کي مولانا گرامي جا لفظ ياد ٿا اچن ”اي دانشور تو کي سنڌ جو قسم آهي جي ايم سيد ۾ عيب ئي آهن. منجهس ڪابه هڪڙي خوبي ڪونهي. اگر ڪا هڪڙي خوبي اٿس ته پوءِ ان تي نظر رک جي ايم سيد سنڌ آهي. سنڌ جي ايم سيد آهي.

هي چند لفظ هيئين سان هنداءِ. سائين جي سالگرهه جي موقعي تي مون کي وري به اهو چوڻو پوي ٿو. ته سائين جي ايم سيد جو پوئلڳ ٿيڻ ان سان توڙ نباهڻ هر باغيرت

سنڌي ڪري سگهي ٿو. باقي جهڙي تهڙي جي جاءِ ناهي. هلندي سفر ۾ چڱا ڀلا ڏسٽا وائسٽاماڻهو ٿڪجندي ڏٺاسين. ڪرندي ڏٺاسون، جهڪندي ڏٺاسون، سنڌ کي ڇڏي پاڪستان جي سياست ڪندي ڏٺاسون. جڏهن به ڪنهن ماڻهوءَ ايئن چيو ته سائين جي ايم سيد جا نظرياتي پوئلڳ آهيون پر سائين جا موجوده فيصلا صحيح نه آهن".

يقين ڄاڻو ته اوهان سان اهو ماڻهو ٻڳهي سفر ۾ سات ڏئي نه سگهندو اهي اسان جي موجودگي ۾ تخلق تجربا ٿي چڪا آهن، جن ماڻهن ايئن چوڻ جي شروعات ڪري سيد اعظم تي غليظ پروپيگنڊا ڪرڻ ڪان پوءِ پنج سؤ روپيه ماهوار پگهار وٺي ڪميونسٽ پارٽي جا پيڊ ورڪر بنجي سنڌ ۾ پنجابين جي وڪالت ڪري رهيا آهن. سندن سچو زور هن ملڪ پاڪستان عرف پنجابستان مان آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ قومي تحريڪن تي آهي. خصوصن سندن سچو ڏيان سنڌو ديش جي مفڪر سائين جي ايم سيد ۽ جيئي سنڌ تحريڪ آهي. انهيءَ تي اها ٻي جا تنقيد ڪري پنجاب اڳيان پاڻ وڻائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. چو ته سنڌو ديش جي تحريڪ کي روڪڻ لاءِ ڀڙيون ان جي رهبر تي حملو ڪيو وڃي.

سائين جي شخصيت سنڌو ديش جي سڄاڻپ سان وابستا آهي. انهيءَ کي ڪيرائڻ سنڌو ديش جي تحريڪ روڪڻ جي برابر آهي. سندن انهيءَ رويي سبب اسان حق بجانب آهيون ته ڪين سنڌ جو دشمن تصور ڪريون

۽ انهن خلاف جدوجهد کي پنهنجو فرض سمجهون. اسان اهو ٻڌائڻ ٿا گهرون، ته اسان کنهن به نظرئي هيٺ پنهنجي آزاديءَ تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار نه آهيون اسان هيل تائين هن راهه ۾ ڇا نه سٺو آهي.

اسان جي ماڻهن کي ٿاڻن تي گهرائي بيعزتو ڪيو ويو. اسان جي سائين جا ڪارا منهن ڪري سر بازار سرڪس ڪڍيا ويا. سوين ڪارڪنن کي ٽارچر سيلن ۾ تشدد جو نشانو بڻايو ويو. سوين ڪارڪنن کي ڪوڙن جي ڪوڙين تي سوار ڪيو ويو. اسپيشل ملٽري ڪورٽ جي منهن ڏنو ويو. ڏينهن ڏٺي جو رستا روڪ ڪري ڏوڙهي ڦاڙڪ جو عظيم ڪوس ڪيو ويو دنيا جي بدترين قسم جو هر تشدد جو استعمال ڪيو ويو ته جيئن اسان سنڌو ديش جي موقف تان هٿ کڻي وڃون. پر اسان اهو سڀڪجهه سهي، سڄي دنيا اڳيان واضح ڪري ڇڏيو آهي ته اهي سڀ تڪليفون تشدد جون ڪاروايون اسان کي پنهنجي آزاديءَ واري منزل تائين پهچڻ ۾ ڪابه رنڊڪ بڻجي نه سگهنديون. اهو ڏينهن اجا پري ناهي جو اسان پنهنجي جهنڊي پنهنجي مڪمل سونهن ۽ سوڀيا واري شناخت سان اقوام عالم جي صفن ۾ آزاد قوم جي حيثيت سان شريڪ ٿيون.

اڄ هي پيغام انهيءَ اداري ڏانهن موڪلي رهيو آهيان. جنهن ۾ اسان کان اڳي احسان ڪسيو ويو هو، ڏوڙهي سانحي کان به اڳ ١٥ آڪٽوبر تي هيڏي جلسي

۾ اسان جا پيارا همسفر دوست شهيد عبدالمالڪ خشڪ ۽ شهيد ذڪريا والنٽيئر طور شريڪ هئا. هي ٻه اڪر لکندي پاڻ کي اوهان سان گڏ محسوس ڪري رهيو آهيان پر انهن دوستن جي جدائي دل ۽ دماغ تي بدستور حاوي آهي ۽ ويٺل ماڻهو سامعين ۾ شهيد امان الله، شهيد مٺو، شهيد انور عباسي جي پڻ کوٽ محسوس ٿيندي هوندي نظر ڦاڙڪ واري هاڃي ۾ اسان کان کسيل شهيد دوست سيد امير علي شاهه به نه وسريو آهي. اهي سڀ شهيد اسان کان ضرور ڪو سوال پڇي رهيا آهن. جيڪي اسان کان گهڻو اڳتي فڪري آزاديءَ جي راهه تي ٻلهار ٿي ويا. اسان انهن شهيد دوستن سان گڏ مرڻ ۽ جيئڻ جو قسم کاڌو هو ته مقصد حاصل ڪرڻ تائين جنگ جاري رهندي. هو پنهنجو وچن نڀائي سنڌو ديش جي آزاديءَ لاءِ جانين جو نذرانو ڏيئي امر ٿي ويا. هن پنڌال ۾ سائين جي سالگره جي موقعي تي اهو وچن دهرائڻو آهي ته اي شيدان سنڌ اوهان جي ڇڏيل ذميواريءَ کي مقصد حاصل ڪرڻ يا ان ۾ سر قربان ڪري اوهان سان سرها ٿي اچي ملنداسون. آئون هن اهم موقعي تي سيني سڄڻن کي گذارش ڪندس ته هو پنهنجو مقصد خاطر شهيدن جي رت ريڻي جي تقدس بحال ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ اڳ کان وڌيڪ متحد ۽ منظم ٿي سائين جي ايم سيد جي ڏنل پيغام کي سنڌس اڳوائي ۾ سنڌو ديش حاصل ڪري شهيدن جو انتقام وٺون.

منهنجي ڌرتيءَ جو گنهگار نہ بخشيو ويندو
ڪوبہ غاصب ڪوبہ غدار نہ بخشيو ويندو
روپ رهبر جو نہ وٺي سگهندو ڪوئي رهزن
هاڻي بيدار ٿيو آ ڀلارن جو وطن.

شال سائين جي ايم سيد سنڌ جيڏي حياتي ماڻي.

جيئي سنڌو ديش

# نوراحمد ڪورائي جي چاليهي تي

سنڌو ديش جي سنهري مستقبل جا وارثو

جيئي سنڌو ديش

پنجابي سامراج جي ٽنڊڙ پاڪستان جي قيدي هجڻ سبب شهيد نوراحمد ڪورائي جي هن شام شهيدان ۾ اسين شريڪ ٿي نٿا سگهون. جنهن جي چوڌاري اسان جي عظيم شهيدن جا پاڪ روح هن ميڙ ۾ شامل آهن، سندن روح نهايت سرها آهن ته سندن ڏسيل راهه تي اوهان جهڙا اڏول حريت پسند ڪيئي ميل اڳتي نڪري آيا آهن. اها خوشخبري چاليهه ڏهاڙا اڳ هن ڌرتيءَ جي تازي شهيد نوراحمد کين پڄائي هوندي ۽ اڄ هو پنهنجي پاڪ رت جو پورهيو ڏسڻ آيا آهن جيڪو هن هن غلاميءَ جي زنجيرن ۾ وڪوڙيل سنڌوءَ ماتا کي آزاد ڪرائڻ لاءِ نذراني طور پيش ڪيو. اهڙي موقعي تي اسان جسماني طور اوهان سان گڏ نه هوندي به اوهان سان گڏ آهيون. چاڪاڻ ته اسان هت ڏسون ٿا ته هن جيل جا لوها ڪارا در ۽ ڪوٽ لڏي رهيا آهن جو ته اڄ موري ۾.

تنهنجو رهبر منهنجو رهبر جي ايم سيد جي ايم سيد
تنهنجو ديش منهنجو ديش سنڌو ديش سنڌو ديش

جا نعرا گونجي رهيا آهن. سنڌ جي هڪ مشهور چوٽي آهي ته سنڌ جي انچ انچ تي هڪ شهيد سر گهوريو آهي. ڪيڏا نه هن ڌرتيءَ جا ڀاڳ آهن. ڪيڏي نه هي ڌرتيءَ خوش بخت آهي جو جڏهن به ڌرتيءَ جي مٽان ڌاريـن وار ڪيو آهي ته هن ڌرتيءَ جي انچ انچ تي سنڌي سرويچن شهادت جو جام پي شهيد نوراحمد وانگر امر ٿي ڌرتيءَ جي حفاظت ڪئي آهي. ۽ اڄ به اوهان جهڙا سدورا پٽ ڪنڌ ڪپائڻ لاءِ اوچي ڳاٽ مقتل گاهه طرف وڌي رهيا آهن.

ڪو ڪيئن نه ڊوڙي مقتل ڏي.
آ رت ۾ خوشبوءِ ميندي جي
ڪو ڪيئن نه ڊوڙي زندان ڏي.
ٿا زلف ڇڪين زنجيرن جا.

۽ هر روز نوراحمد ڪورائي جهڙا نِنڍڙا ٻار پنهنجي ڌرتيءَ تان سر گهوري سرها ٿي رهيا آهن.

جر ٿر ٽڪ تنور. وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي
پيئي شمعي ٿيا، سوريءَ سزاوار
هيئنءَ منصور هزار، ڪهي ڪهندي ڪيترا.
شاه

سائيو:-

٢٠ (ويهين) صدي انساني تاريخ ۾ آزاديءَ واري صدي ڪري ليکي ويندي آهي. هن صدي ۾ ڪيترين ئي غلام قومون غلاميءَ جا زنجير ٽوڙي آزادي جي سيج تہ چڙهيون آهن. اسين بہ پنهنجي رهبر هن صدي جي عظيم مفڪر محترم سائين جي ايم سيد جي آزاديءَ جي الهامي نعري تي نڪري نروار ٿيا آهيون. اسان جي هن نعري ۽ آزادي واري اعلان تي اسلام آباد جي ڪوٽن جا ڪنگرا لڏي رهيا آهن. ۽ ڪين ننڍ ۾ بہ سنڌ جي آزاديءَ جو تصور موت جي فرشتي جي صورت ۾ نظر ٿو اچي.

آزاديءَ هڪ ڪنوار آهي. اها رت جي ڳاڙهي سيج تي ملندي آهي. سنڌو ديش جي آزاديءَ جي تحريڪ کان خائف ٿي ڪري پنجابي سامراج پاڪستان کي بچائڻ ۽ سنڌ قوم جي وجود کي ختم ڪرڻ لاءِ جيڪي حيلا ۽ وسيلا ڪيا آهن تنهن جو مان تمام مختصر ذڪر ڪندس ميان محمدامين کوسي چيو آهي تہ "جنهن جو بنياد هجي بد، ان جو ميوو ملو ئي نہ ٿئي.

جيئن ئي ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان ٺهيو تہ ڪراچي کي پاڪستان جي گادي جو هنڌ مقرر ڪرڻ لاءِ سنڌ کان جدا ڪيو ويو.

سنڌ جي مسئلي لاءِ سنڌين جو وفد جناح سان زيارت ۾ مليو ويو ۽ انهن کيس چيو تہ ڪراچي سنڌ کان نہ

ڪسي وچي چاڪاڻ تہ مسلم ليگ ڪائونسل سنڌ اسيمبلي ۽ سنڌي عوام ان جي مخالفت ڪئي آهي جنهن تي چيائين تہ اهي ڪير ٿيندا آهن. ان تي علي اڪبر شاهہ ڪيس چيو تہ مسلم ليگ اهڙا جماعت جنهن پاڪستان حاصل ڪيو تہ جواب ڏنائين مٿي ذڪر ڪيل جماعتون ڪجهہ بہ نہ هيون پاڪستان هن پاڻ ورتو هو.

ساڳيو ۽ ساڳيو مطالبو جڏهن جناح جي جانشين لياقت علي کان ڪيو ويو تہ هن چيو فتح ٿيل ملڪن جا معاوضا نہ ڏنا ويندا آهن. سنڌين جي تهذيب اڄ ۽ گڏهن هڪلڻ واري آهي. دراصل جناح ۽ لياقت علي پنجابين جا ايجنٽ هئا. جڏهن انهن جي ضرورت نہ رهي تہ جناح کي زهر ڏيئي ماريو ويو. ۽ لياقت علي کي گولي هڻي پنجابين ۽ پٺاڻن سڌو سنئون اقتدار پنهنجي هٿ ۾ ڪيو ۽ سنڌ جي لٽ مار ڪرڻ جو باقاعدي شروعات ڪئي.

پاڪستان جي اقتدار تي قبضو ڪرڻ لاءِ بنگلاديش جي اڪثريت ۽ سنڌ جي مڪمل اقتصادي وسيلن کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ آڻڻ خاطر لازمي هو تہ اهڙو سياسي نظام واضح ڪيو وڃي جيئن اهي پنهنجي مقصد حاصل ڪري سگهن. ان لاءِ سنڌ ۽ ٻين صوبن جي مختلف سياسي اڳواڻن کي خريد ڪري ون يونٽ برپا ڪيو ويو. ان تحت موجوده پاڪستان کي اولهہ پاڪستان جو نالو ڏيئي هڪ تہ سنڌين جي حيثيت ختم ڪئي ويئي ٻيو

بنگال سان برابري پيدا ڪئي وئي. جاڪاڻ ته اولهه پاڪستان جي نالي هيٺ سڄي سنڌ پنجاب ۾ اچي وئي هئي. اما ڳالهه سنڌ جي قوم پرست اڳواڻ رهبر سنڌ سائين جي ايم لاءِ ڪنهن به صورت ۾ قابل قبول نه هئي. آخر وڏي جدوجهد کان پوءِ سائين جي ايم سيد اولهه پاڪستان جي اسيمبلي کان ١٩٥٧ع ۾ ون يونٽ ٽوڙائڻ جو يڪراهه فيصلو ڪيو.

جڏهن پنجابين ڏٺو ته جمهوري طريقي سان سنڌ کي گهڻو عرصو قبضي ۾ نٿو رکي سگهجي ته هن ڪارو قانون مڙهي ٨ آڪٽوبر ١٩٥٨ تي صدر ايوب مارشل لا لڳائي ڇڏي. محترم سائين جي ايم سيد کي جيل ۾ وڌو ويو، ۽ اڄ وانگر سنڌ جي هر ڳوٺ ۽ گهٽي گهٽي تي فوجي بيهاريا ويا. ايوب جو تقريبن سمورو وقت سائين جيل ۽ نظربندي ۾ رهيو. جڏهن ايوب حڪومت يحيٰ جي حوالي ڪئي ته هڪ ڀيرو جيئن ئي سائينءَ کي آزادي ملي ته سائينءَ ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ سڄي سنڌ کي متحد ڪري زوردار آواز اٿاريو. جنهن کان ڊڄي ڪري ١٩٦٩ع ۾ ون يونٽ جي خاتمي جو اعلان ڪيو ويو. بنگلاديش جي موجودگيءَ جي صورت ۾ اهو آسرو هو ته جڏهن به جمهوريت بحال ٿي ته سنڌي بنگالي هڪٻئي سان اتحاد ڪري پنهنجو حق حاصل ڪري سگهندا. ۽ ١٩٧٠ع جي اليڪشن ۾ اهو موقعو اچي ويو هو ته سنڌي ۽ بنگالي گڏجي پنهنجا حق حاصل

ڪري سگهن. پر پنجابين کي خبر هئي ته سندن مفاد بنگال ۾ نه پر سنڌ ۾ آهن تنهن ڪري وڏي ڪوشش ڪان پوءِ بنگال کي آزادي ڏئي وقتي طور تي پاڪستان جو اقتدار ٢٠ ڊسمبر ١٩٧١ع تي ڀٽي صاحب جي حوالي ڪيو. ڇاڪاڻ ته ان کان اڳ پنجابين پٺاڻن (ايوب يحيٰ) کي استعمال ڪندي سنڌ جو استحصال ڪيو پئي ۽ سنڌين ۾ قومپرستي وڏي ويڇڻ سبب لازمي هو ته هاڻي ساڳيون استحصال سنڌين کي استعمال ڪندي جاري رکجي. جڏهن ڀٽي صاحب پاڪستان کي ڏاهي مضبوط بنايو ۽ پنجابين ڏٺو ته هاڻ ڀٽو صاحب ڪم جو نه رهيو آهي. ته ان کي لاهي جيڪو ان جو حشر ڪيو ويو ان کان اوهان سڀ واقف آهيو ۽ هاڻ اقتدار سڌو پنجابين جي هٿ ۾ آهي.

سنڌ ڏرتيءَ جا وارثو:-

هي پس منظر سنڌ جي استحصال جا مختلف مرحلا پڌائي ٿو. پاڪستان ٺهڻ وقت جڏهن سنڌ جي ماڻهن ۾ اسلام ۽ پاڪستان واري پر فريب تصور لاءِ محبت هئي ته پنجابين ان جو غلط فائدو وٺندي ڪراچي سنڌ کان الڳ ڪرائي. ون يونٽ قائم ڪري سنڌ کي ننهي هٿن سان لٽڻ جي ابتدا ڪئي جنهن کي برداشت نه ڪندي محترم سائين جي ايم سيد جمهوري طريقي سان ون يونٽ ٽوڙائڻ جو بل پاس ڪرايو. ته ان کي غير جمهوري طريقي سان فوجي ڏنڊن جي زور تي قائم

رکيو ويو. جڏهن سنڌ ۾ پنجابين جو وجود ايترو زور پڪڙي ويو جو هتان ڪڍهن به صورت ۾ سنڌين خاتمي جو امڪان نه رهيو. ته ڪوڙي جمهوريت جو ڍونگ رچائيندي اقتدار فوجين کان واپس ورتو پر انهيءَ دوران محترم سائين جي ايم سيد جيان نظربندين ۽ ٻين تڪليفن هوندي سنڌي ماڻهن لاءِ ڇوٽڪاري واري راهه تلاش ڪندو رهيو. ۽ ڪيترا ڪتاب لکي سنڌين ۾ قومپرستيءَ جا ڳاٽي وڌي ۽ سنڌ جي آزاديءَ جو نعرو صبح جو سج ٻنجي اسلام آباد جي محلاتن تي ٻرندڙ شعلا اڇلائڻ لڳو ته آزاديءَ جي نعري هٿندڙ سرويچن کي ڪچلڻ لاءِ پنجابين سنڌ جو ڪوس شروع ڪري ڏنو. ۽ ۴ مارچ ۱۹۶۷ع ۽ ۹ جون ۱۹۸۷ع واري ويهن (۲۰) سالن واري عرصي دوران ڪيترائي جوڌا جنگ جوان پنهنجي ڌرتي کي لال لهو جو نذرانو ڏيندا ڌرتيءَ ماتا جي گود ۾ هميشه لاءِ آرامي ٿيندا رهيا آهن.

سنڌ ڌرتيءَ جا رکوالو!

انهيءَ سلسلي ۾ شهيد اشوڪ ڪمار، شهيد دوست محمد ٻراڇو، شهيد عبدالرزاق سومرو ڪراچي جي شهيد جڳال ۽ ڪبول سنڌ جي ويتنام لنڊي چام جي شهيد عبدالقادر هاليپوٽو ۽ شهيد بشيراحمد تنيو، شهيد احسان ميمڻ، شهيد مير اشتياق ٽالپر پنهنجي رت جي ريت نڀائيندي آهي ۽ ڪڏهن سيد جي ڳوٺ سن جي ويجهو ڏوڙي ڦاٽڪ وٽ شهيد مالڪ خشڪ، شهيد امان وسطڙي،

شهيد ذڪريا ميمڻ، شهيد انور عباسي ۽ شهيد مٺو باڊدي سيد جي پوکيل آزادي جي ٻوٽي ۽ ڪي پنهنجو پاڪ رت ڏيئي وڏائي وڻ ڪري ڇڏيو آهي.

ساڳي راهه تي هلندي شهيد اميرعلي شاهه، شهيد جادل مگسي، شهيد حفيظ الله چانڊيو، شهيد شيراز سومرو، شهيد ڪمال راهمون، شهيد روپ چند، شهيد رضا محمد بنگلاڻي جهڙن عظيم انسانن ڌرتيءَ لاءِ قرباني پيش ڪئي. ۽ اڄ انهن ۾ موري جو مور شهيد نوراحمد به شامل ٿي ويو آهي.

موري جي ڌرتيءَ کي اهو اعزاز حاصل آهي. جو منجهس ٻن (۲) شهيدن ابدي آرام گاهه آهي. پر اڃا به ظلم جاري آهي. لال لهو جي راند جاري آهي. هتان موري کان پنهل چانڊيو جو ڳوٺ لاڪاٽ، نوشهرو فيروز تمام ويجها آهن ۽ اڄ به هتان ويجهو ڏاڙيلن جي آڙ ۾ غريب ڳوٺاڻن تي وسندڙ گولين جا ڌڪا اوهين ضرور ٻڌندا هوندا.

۸۳ ۽ ۸۶ع جي شهيدن جو رت اڃا سڪوڻي ناهي سندن ڏنل ڪهرن کي باهه اڃا وسامي ناهي سندن قبرون اڃا آليون آهن پر افسوس آهي. ايم آر ڊي جا ليڊر پنهنجي شهيدن جو پلئه ڪرڻ بجاءِ اقتدار، اقتدار جون صدائون هڻي رهيا آهن.

هڪ طرف اسان سنڌين جو ميترو خون وهايو ويو آهي. ۽ اسان جي بيگناه شهيدن جو خون پاڻي سمجهي وهايو ويو آهي ۽ اسان جي شهيدن جا قاتل ساڳيا ڏاڙا ۽ گرز کنيو پيا جي زندگين کي ختم ڪرڻ جا سانباها ڪري رهيا آهن. انهن کي ڪو به چوڻ آکڻ وارو ڪونه

آهي. پر ائلندو اسان مظلومن کي ٻڌڙيو ۽ هيسايو ٿو وڃي. ان جو مثال شهيد نوراحمد جو والد بزرگوار محترم محمد يونس اوهان جي سامهون آهي. جنهن کي شهيد جي چاليهي ملهائڻ لاءِ به منع ڪئي وئي آهي.

ٻئي طرف جڏهن ميرپورخاص ۾ شهيد رضا محمد بنگلاڻي جو قاتل هڪ پنجابي ٽرانسپورٽ ڪتي جي موت مري ٿو ته اهو سور ڪراچي ۾ ويٺل سنڌ جي غوث علي شاهه ۽ اسلام آباد ۾ ويٺل محمد خان جوڻيجو به محسوس ڪري ٿو.

ان ڪيس جي جانچ دوران سنڌين سان جيڪي ويل واهيا ويا آهن انهن ڏکڻ آفريڪا جي تاريخ کي به شرمائي ڇڏيو آهي. جتي هڪ گوري ڪتي مارڻ لاءِ ۵۰ ڪارن کي سزائون ڏنيون وينديون آهن. پر هت ميرپورخاص ۾ غوث علي شاهه جي چوڻ تي سوين ماڻهن کي ٽاڻن ۾ ويهاري سندن ٽنگون ٻانهون ڀڳيون ويون ۽ اڄ به ڪيتريون اسان جون مائرون ۽ ڀينرون انهي ٽاڻن تي ويٺيون آهن. ۽ اڃان به سنڌ ۾ اهو ماڻدان متل آهي. ۽ سنڌي ماڻهن کي تشدد جو نشانو بڻايو ٿو وڃي.

ان جي برعڪس سنڌي شهيدن جي قاتلن کي گرفتار ڪرڻ ته پنهنجي جاءِ تي پر انهن کي تمغن ۽ انعامن، اڪرامن سان نوازيو وڃي ٿو. تنهن ڪري پاڪستان حڪمرانن کان انصاف جي تقاضا رکڻ ٻيرن کان ٻير گهرڻ جي برابر آهي.

سنڌ جا سچئو!

اچو ته گڏجي هن ڏکائڪ موقعي تي شهيدن کي

خراج عقيدت پيش ڪرڻ سان گڏوگڏ وچن ڪريون ته اسين پنهنجا سڀ ويڇا وساري سنڌو ديش جي آزاديءَ لاءِ متحد ٿي رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد جي قيادت ۾ ايمان آڻي دشمن سان مهاڏو اٽڪايون. شهيدن جي هڪ هڪ رت ڦڙي جو حساب وٺون ۽ شهيدن جو ڪيس پاڪستاني عدالتن بجاءِ قومي عدالتن ۾ هلائي انهن کي پنهنجي انجام تائين پهچايون.

جڏهن به جنگ طبل وڳا ڌاريان پونءِ ڇڏي پڳا
اچو اچو اچو تيو وقت ڏاڍو تنگ آ
جنگ جنگ جنگ آ. منهنجي توسان جنگ آ.

”منشي“

آخر ۾ سنڌ غوث علي شاهه کي چئون ٿا ته ٻڌي ڇڏ، تو کي اها ڪرسي، فوجين ۽ پوليس جا پهرا هميشه ساڻ نه هوندا. اهو ڏينهن پري ناهي. جنهن ڏينهن تو کان هٿ وٺڻ هي هزارين حريت پسند سنڌ سان ڪيل هڪ هڪ ظلم سنڌ جي شهيدن سان ناانصافين، سنڌ جي ننگن جي ڪيل بي حرمتي جو حساب چڪائي وٺندا سين. ۽ تنهنجي لاءِ اهو چوڻ مناسب آهي ته:-

تون ڪالهه به هئين ارغونن سان، ترخانن سان غدارن سان
مون ڪالهه به سوري سينگاري هئي هوشو هيمون پارن سان.
(منشي) جيئي سنڌو ديش.

آمريڪا جا لبيا تي هوائي حملا آمريڪ لاءِ باعث شرم ضروري آهن. پر لبيا لاءِ باعث فخر ٿوري ڦاٽڪ جو سانحو به ائين سنڌين لاءِ باعث فخر ۽ پنجابين لاءِ باعث شرم آهي.

شهيدن جي مقدس پاڪ رت جي ڦڙي ڦڙي مان آزاديءَ جا ايڏا ته سلا نسري وڏي وڻ ٿيا آهن جن کي جلادن وحشين دردن جا ڪات ڪهاڙا نه ڪپي ٿا سگهن نه ڪپي سگهندا.

جنهن ملڪ جي ٻار مان پگهر جي بوءِ اچي ۽ سندس معصوم منهن تي مُرڪ بجاءِ اکين ۾ ڪاوڙ ۽ ڌڪار هجي، سندس پير اگهاڙا هجن هو صبح جو اسڪول وڃڻ بجاءِ مزدوري لاءِ وڃي. سندس ڇهري تي چرٻي بجاءِ غربت، بک ۽ غلامي جا نشان هجن ته يقين ڄاڻو اها قوم غلام آهي.

